Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI

# سنڌ جا سنت

ڇپائيندڙ

ڪوڙومل سنڌي ساهت منڊل

ڪاهي رستو، حيدرآباد سنڌ.



ڊفعو پهريون ]     ١٩٣٢ع     [جلد ١٢٥٠



قيمت ٠-٥-١

نئشنل (اليڪٽرڪ) پرنٽنگ ورڪس،

حيدرآباد سنڌ.

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI

# سنڌ جا سنت

لکندڙ

مسٽر ٿهلرام آسودومل وڪيل

ڏفعو پهريون] ۱۹۳۲ع [جلد ۱۲۵۰

قيمت ۰-۵-۱

ڇپائيندڙ

ڪؤڙومل سنڌي ساهت منڊل

ڪاهي رستو، حيدرآباد سنڌ.

نئشنل (اليڪٽرڪ) پرنٽنگ ورڪس،

حيدرآباد سنڌ.

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI

15477
25.6.81

# ڀومڪا

اسان جي سولهاري سنڌ ري سنتن ۽ ڀڳتن جو اصل کان گهر آهي. جنهن ڪري سنت ۽ ساڌو ٿي گذريا آهن. اُنهن سڀني سنتن جا سمورا جيون چرتر گڏ ڪري لکڻ جي ڪنهن کي طاقت نه آهي. "سنت کي مهما ويد جي جاڻي." جن جن ڀڳتن جا جيتري قدر جيون چرتر هٿ اچي سگهيا آهن، تيتري قدر هن پستڪ ۾ ڏنل آهن. سنت مهاتما جي وڻڻيءَ ۽ ڪٿڻيءَ جي ڄاڻ اسان کي سنڌن ادُن جيون چرترن مان ئي پئجي سگهي ٿي. سنڌن جيوت روپي گلن جي باغ ۾ ايترا نه سڳنڌ ڀريا سهڻا ۽ ٽڙيل گل آهن، جنهي وا کاڻ ڪرڻ جي قلم کي طاقت نه آهي. اهي گل من کي تقويت ۽ تن کي تازگي بخشين ٿا. اهي گل اسان لاءِ اوچا آدرش آهن. اسان کي اُنهيءَ چمن مان ڪجهه پراپت ٿئي ۽ اسين انهن سهڻن گلن جي سونهن جو ذرو آنند ماڻيون ۽ اسان تي ايشور جي ڀڳتيءَ جو رنگ چڙهي، تنهن لاءِ ضروري آهي ته اسين ڀڳتن جا جيون چرتر پڙهي، دل سان هنڊائي، اُنهن سنتن وانگر پيروي ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون، اهائي آهي آشا هن پستڪ لکڻ جي.

حيدرآباد سنڌ
تاريخ ١٣ فيبروري ١٩٣٢

ٿهلرام آسودومل

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI

# مھاڳ

هن پستڪ کي نئين سر نئين روپ ۽ رنگ ۾ سنڌواسين اڳيان ظاهر ڪندي اسانکي نهايت خوشي ٿي ٿئي. هرهڪ سنڌي ساهت جو ڄاڻو اها ڳالهه قبول ڪندو ته اسانجي سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ هنڌڙي ڪارگر پستڪ جي بلڪل گهڻي ضرورت هئي. هن پستڪ جي ليکڪ شريمت ٽهلرام آسوديمل وڪيل نهايت جان فشاني ڪري انيڪ نمونن جون تڪليفون سهي ۽ گهڻو وقت ڏيئي هي پستڪ هن روپ ۾ آندو آهي، جنهن لاءِ نه فقط اسين بلڪ سڀئي سنڌ جا ساهتيه پريمي کيس ڌنيواد ڏيندا.

هن نموني جا ڪتاب عام کي ڪيترو قدر پسند آهن، سا ڳالهه انهيءَ مان ئي بخوبي ثابت ٿي سگهي ٿي جو ڏسندي ڏسندي ڀڳتن جي جنم ساکين جو پهريون ڇاپو ٻن سالن جي اندر کپي ويو. انهيءَ پستڪ ۾ سنڌ جي سنتن جا ٿورا جيون چرتر ڏنا ويا هئا.

ديوان چئنراءِ جي ٽرسٽين جي دان ڏيڻ ڪري هن پستڪ جي قيمت به گهٽ رکي ويئي آهي، انهيءَ پرشارٿ ڪري اسين کين ڌنيواد ٿا ڏيون.

اسين انهن سڄڻن جا شڪرگذار آهيون، جن هن پستڪ لاءِ بلاڪ، فوٽا ۽ جيون چرتر لکي موڪليا ۽ اسانکي مدد ڪئي. آسا آهي ته سنڌ واسي هيءَ پستڪ پڙهي سنتن جو سنگ ڪري پنهنجو جيون سڦلو ڪندا.

شيوا ۾

٢٠ آگسٽ ١٩٣٢

هري سندر روپچند

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI

## ذنيواد

اسين ديوان چئنراءِ ڪنولسنگھ گدواڻيءَ جي ٽرسٽين جا شڪرگذار آهيون، جن هن سنڌ پستڪ جي ڇپائڻ لاءِ ٽرسٽ فنڊ مان ١٧٥-٠-٠ رپين جي سرڳواسي ديوان چئنراءِ جي نمت سهائتا ڪئي آهي.

هريسنڌ ر روپچند
منتري
ڪوڙومل سنڌي ساهت منڊل

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



سرڳواسي ديوان چندراءِ ڪنولسنگھ گدواڻي

45474

25.6.81

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI

# فهرست



www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI





www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI

# ناٽڪن جا ڪتاب

ناٽڪ کي ساهت ۾ اوچ پدوي آهي. هيٺيان ڪتاب سنڌ جي مشهور ناٽڪ نويسن جا آهن:-

| نالو | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| انڌ لٺ (٧ ڇاپا) | ڪشنچند بيوس | ٠-١٢-٠ |
| گمراه دل | مسٽر ليلا رام ٺارومل | ٠-١٢-٠ |
| راڻو پرتاب | پروفيسر تيجومل شهاڻي | ٠-١٢-٠ |
| فيروز دل افروز | مرزا قليچ بيگ | ٠-١٢-٠ |
| موهني | " | ٠-١٢-٠ |
| عزيز شريف | " | ٠-١٠-٠ |
| زهري زندگي | ليلا رام ٺارومل | ٠-١٠-٠ |
| قاتل مسافر | " | ٠-٨-٠ |
| وطن وفائي | " | ٠-٥-٠ |
| بسنت منورما | نانڪرام ڌرمداس | ٠-١٠-٠ |
| محبت جي پتلي | " | ٠-٨-٠ |
| راجپوت ستيا | " | ٠-٦-٠ |
| سور وير ابيمنيو | مهاراج دوارڪا پرساد | ٠-٨-٠ |
| ڪمار اجيتسنگهه | ايڪراج ڪشنچند | ٠-٦-٠ |
| غريبان ماڙ | " | ٠-٨-٠ |

## ڪوڙومل سنڌي ساهت منڊل

ڪاهي رستو، حيدرآباد سنڌ.

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI

# ڀائي دلپت رام صاحب صوفي

ڀائي دلپت رام صاحب صوفي اصل سيوهڻ جا وينل هئا. سندن جنم سنه ١٧٦٩ع ۾ ٿيو. ننڍي هوندي ئي سندن پيءُ جو لاڏو ڏٺيءَ ڏي هو، پر دليا ۾ آيا ته اول دنيوي ماڻهن جيان رهڻ ضروري سمجهيائون. رواجي ماڻهن وانگر نوڪري به ڪيائون. ميرن وٽ ڪاردار هئا.

هو بدن جا قداور هئا. اکيون وڏيون هين جي سدائين لعل رهنديون هين. حشمت وارا به اهڙا هئا، جو ڪنهنکي به همت نه ٿيندي هئي جو ڪٿي سامهون ڳالهائي يا گستاخ ٿئي يا اجائي سجائي گفتگو ڪري. هو سهڻي ۽ شاندار شڪل وارا هئا. هو اڪثر ڪمت تي رهندا هئا ۽ پاسي کان تلوار رکي هوندي هين. مڙس توڪلي به اهڙا هوندا هئا، جو هر روز سج لٿي کانپوءِ سيڙي پاڻي رکڻ جا ٿانءَ، بلڪ پاڻيءَ جا مٽ دلا به اونڌا ڪرائي ڇڏيندا هئا. چوندا هئا ته سڀاڻي جا ڀاڳ سڀاڻي سان. هو عابد ۽ زاهد هئا.

نوڪريءَ جي ڏينهن ۾ هڪ دفعي سيوهڻ تعلقي ۾ گشت تي هئا، ته اتي کين سڌ ملي ته مهاتما ڀائي آسرداس صاحب بوبڪ ۾ آيا آهن. اها خبر ٻڌي ڀائي آسرداس صاحب جن جي درشن ڪرڻ لاءِ آئي ويا. هنن جي واتان ۾ ئي امولڪ وچن ٻڌائون ته سندن دل تي اهڙو ته اثر ٿيو، جو هڪدم اوڏي مهل لڪيڙهه جي

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



رستي پنهنجي ڪوٺار هئان ميرن ڏانهن نوڪريءَ جي استعفا لکي موڪليائون. ڀائي آسرداس صاحب اصل خيرپور جا وينل هئا ۽ پوءِ ميران پور تعلقه گونيءَ ۾ لڏي وڃي وينا. هو جهوڪ وارن فقيرن فقير صاحب فضل الله صاحب جا مريد هئا. جهوڪ شريف وارا صوفي هاڪارا آهن. ڀائي دلپت رام صاحب سانده ست سال پنهنجي گروءَ جي صحبت ڪئي ۽ اُنهن جي سچي دل سان شيوا ڪيائون. ڀائي دلپت رام صاحب کي سنڌن مائٽن ننڍي هوندي ئي مڱائي ڇڏيو هو. آخر ستن سالن گذرڻ کان پوءِ سنڌن شادي ٿي. کين هڪ نياڻي ۽ چار پٽ ڄاوا. سنڌن اولاد اڃا سيوهڻ ۾ رهي ٿو.

ڀائي دلپت رام صاحب ڪارداري ڇڏڻ کان پوءِ ڪو به ڌندو يا نوڪري ڪانه ڪئي. سمورو وقت ايشور ڀڳتي، پراڻايام ۽ يوگه ابياس ۾ گذاريندا هئا.

ڀائي صاحب حاذق حڪيم به هئا. نبض شناسي ته ڪو ڪانئن سکي. شعر گوئيءَ جي به الاهي ڏات هين. سنڌن ڪيترو عمدو ڪلام پارسي، اُردو ۽ سنڌيءَ ۾ رچيل آهي، پر سنڌن واڻي ڪٺي ڪري ڇاپائڻ جي مدع آهي. انهيءَ هوندي به سنڌن چيل پوربي بيت جي جوڳين بابت آهن، سي ڇپيل آهن.

ڀائي دلپت رام صاحب ڪجهه وقت سيوهڻ ته ڪجهه وقت جهوڪ شريف ۾ ڪجهه وقت سانگهڙ پاسي ڪيتر جي ڪوه ٽي سائين فضل الله شاه صوفيءَ جي

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



صحبت ۾ رهندا هئا. پڇاڙيءَ جو حيدرآباد ۾ سپاهيملاٽي گهٽيءَ ۾ اچي رهيا. سندن هيٺيان چار شش هئا:- (١) سائين ڪيشورام صاحب (٢) ڀائي کيمچند صاحب ڪرپالاڻي (٣) ڀائي ڀوڄن داس صاحب جتوئين وارو (٤) ڀائي گنگارام صاحب جهانگارن وارو. ڀائي صاحب جو ڀائي ڪيشورام صاحب سپاهيملاٽيءَ تي هٽ هو ۽ هنن کي پنهنجي گادي ۽ گهر واري جاءِ ٽڪاڻي سميت ڏنائون. ميرن جي صاحبيءَ تائين ڀائي صاحب جو نالو مشهور ٿي ويو. سنڌ جا مير ڀائي صاحب کي گهڻي عزت ڏيندا هئا. ميرن کان ڪجهه به وٺڻ تي اچن ها ته گهڻو ئي وٺي سگهن ها. هيءُ مڙس لاطمع ۽ بي پرواهه به هڪڙو ئي هو. هڪ دفعي ميرن جو نواب ڏٽيءَ جو نالو وجهي ڀائي دلپترام صاحب کي حيدرآباد جي ميرن وٽ وٺي ويو. ميرن وٽ وڃي منٿ به ٿورسي اُٿي هلڻ لڳا. ميرن ڀائي صاحب کي ترسڻ لاءِ ڪيترو چيو ۽ ڪين جاگيرون آڇيون، پر هنن جاگيرون وٺڻ کان ناڪار ڪئي.

ڀائي صاحب يوگ ابياس به ڪندا هئا. سندن شڪل سدائين پيئي ٻهڪندي هئي. سندن بدن سدائين گرم هوندو هو ۽ سندن واس مان ڪوسي ٻاڦ پيئي نڪرندي هئي، پر هوندا سدائين درد ۾ هئا. سندن اڳيان ٻئي ڪنهن کي به درد جي ڪافين چوڻ جو حڪم نه هو ته متان گهڻي درد وچان سندين دل ٽٽي پوي. سندن ڪلام

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



سندن استان لي وڪيل آهي. سندن ڪلام ڏيکاري ٿو ته ڀائي صاحب سوري ڪرشن ڀڳوان جي سچي ڀڳتي جو گهڻي قدر رنگ هئا. سندن تخلص ”دليپ“ هو. ۸۰ ورهين جي ڄمار ۾ سال ۱۸۶۹ع ڌاري ديولوڪ پڌاريا. سري ڀنهڙي ڳوٺ سيوهڻ چنڊيائون. سندن اصول ۽ چاڪرڻ يون ۽ گدي سپاهيملاڻي گهٽيءَ ۾ سندن استان تي وڪيل آهن. اُهڙن ئي فقيرن جي استان تي وڃڻ ۽ سندن چاڪرڻ ين ۽ گديءَ اڳيان نمڻ سان دل ۾ اُمنگ اٿن ٿا. ڀائي صاحب جي رچيلن شبدن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:-

**( ا )**

آءِ ويکہ حال موهن - ميئون ڪيا هو گيا هيءِ
نئنون سين نيند نس گئي آرام اُٺ گيا هيءِ

(۱) جهٽ ايڪ درس ديا - مجهکون جو مست ڪيا
آءِ عشق گهر ليا - مجنو مثل هو رهيا هيءِ.

(۲) بن تن ڦرون اڪيلا - مستانا البيلا
تجهہ ڪنول نين ڪارڻ - ڀونرا مين هو رهيا هيءِ.

(۳) برهہ ڪا پسر لگايا - تن من جيرا جلايا
در در الکہ جگايا - جوڳي مين هوءِ رهيا هيءِ.

(۴) ڀهتي دنو ڪي ڀيڙا - مارگہ مين آءِ رهيا
تجهہ مل جو بيد پڙهيا - بانيڻ مين هوءِ رهيا هيءِ.

(۵) ويکڻ جو هي ٻي ڪا - جيڻ هيءِ موري جيءَ ڪا
تجهہ نور رخ شمع ڪا - پروانا مي هو گيا هيءِ.

(۶) السا جو جلوه جائي - جسڪا نهين ڪو ثاني
ديدار ديکہ دليپ - ديوانا هو گيا هيءِ.

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



(٢)

ڪنهنکي سلينديس آهه اندر جي
ڪنهنکي سلينديس پيڙ پرينءَ جي
ٻيهون ٿوڙي مونکي نسنگ ٿيو.

(١) عشق اچانڪ راهه ويندي جو،
سانگ نه ڪيڙس ڏکن ڏتيءَ جو
جيءَ جانب لاءِ جوڳي ڪيو.

(٢) ڪاٽ ڪپڙن جي ڏيهه ڏوويندس
سور سانئي ڪري وندر ووڙيندس
هوءَ جو هٽي هاڃو هنئون وٺي ويو.

(٣) جهلي پلي جيڏيون ڪنهنجي نه رهنديس
طعنا مهٽا سڀ سر تي سهنديس
مون کي جوءِ جانب جو ڪو ڏس ڏيو.

(٤) عشق اٽانگو جي پٽ جانم
پنج پريت جو هوند پنهل نه پاٽم
هوند پوُر پرينءَ جي نه پچڻ پيو.

(٥) پاهه پرهه جي پاري پاروچل
اڃي اندر ۾ لائي ڏاڍي جل
راس ڏيهان ٿنهن ۾ اچڻ اٿو.

(٦) وڙهه ويڙهل ڪيس وڻوا ڳٽ
اکيون آڏاريون اڃي اوجاڳن
سهڻ وهڻ مونکي وهه ٿيو.

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



(٧) ساڻ سپيرين عشق اڙايس
سورن ڪارڻ ڇاڪي مان ڇايس
هاڻي سڪ سچڻ جي سڙڻ ٿيو.

(٨) دلپت درسن ڪيس ديواني
لاهي هليس لڄ لوڪاڻي
پاڇهون عيبن پڇهي نہ پيو.



# ڀائي ڪيشورام صاحب

ڀائي ڪيشورام صاحب حيدرآباد ۾ وڏا ڪامل نر صوفي فقير ٿي گذريا آهن. ڀائي صاحب ڀائي دلپت صاحب جا شش هئا. هو سدائين پنهنجو گهڻو وقت منهن مڙهيءَ ۾ ڀائي گذاريندا هئا. سندن پتا جو نالو ديوان هوتچند سپاهيملاڻي هو. ڀائي صاحب کي ننڍي هوندي کان وني وئراڳ هو. مرشد وٺڻ کان اڳ ڀراٿهہ ڪال جو اُتي يوگين وانگر هڪ جڳهہ تي ويهي، سچو سکمني صاحب جو پاٺ ڪندا هئا. سندن چاچو گياني چيلداس صاحب فقير روهل صاحب جو ٻالڪو هو، تنهن ڀائي صاحب کي اِشارو ڏنو تہ تنهنجي پاڙي ۾ سائين دلپت صاحب نامور فقير آهن، اُن جي وڃي صحبت ڪر. اِها آگيا وٺي ڀائي ڪيشورام صاحب ڀائي دلپت رام صاحب وٽ ويا ۽ ان جي صحبت ۾ گذارڻ لڳا. ڪين سندن پتا مٽرن جي ڪرڻ تي تحصيلداري وٺي ڏني، جتي ڀائي

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



صاحب ٺٽون کي سڏاوڻس ۽ ان ڏان ڪوڙ لڳا. مائٽن
سندس شادي ڪرائي ته من دنيا جي پاسي لاڙو ٿئين،
مگر شادي ڪوڙ ڪان پوءِ به سندن وڌيءَ ۾ فرق ڪونه
پيو. ساڳي ويراڳ وان وڌي هلندي آئي.

هو ڀائي دلپت صاحب جي ديولوڪ پڌارڻ کانپوءِ
سندن گاديءَ تي ويٺا. هو ڀائي دلپت صاحب جي
ساڳي صورت هئا. ڀائي صاحب سدائين ويراڳ ۾ رهيا.
ٺٽون کي ڪپڙو ۽ اَن ڏيندا رهيا. درواري تي جيڪو
ايندو هو، تنهن جي خدمت ڪندا هئا ۽ هن کي روٽي
۽ ڀاڄي کارائي ڀائي ٻاهر ڀيندا هئا. سندن اڳيان سدائين
ڪٽو ٿلهو رکيو هوندو هو. هو اڪثر ٻاهر رهندا هئا ۽
ڪنڌن ۾ ٻي ڳالهه جو خيال نه ڪندا هئا. سيءَ جي اهڙي
وڌي هئن جو ڳالهه، ٿا ڪن ته هڪ ڏهي سندن ڪڪي جي
چيلڪ اوچتو اچي سندن گديءَ تي ائي. ڀائي صاحب
کي ان ڳالهه جي سڌ به نه اهي، ٿان جو سڄي گدي
سڙي ويئي ته به ڀائي صاحب کي سڌ نه رهي. هو اڪثر
جي ڀڃن ۾ ايتري لاڏ نه ٿيو هئا جو ملي ماڙيءَ تي
ٺڪر ڀاڙي رهندا هئا، ان اچي پاڻ وسائي.

ڀائي صاحب ڀاس جو هڪ ٺلاڪ ۾ ڏيهون جو ٻ
ٺلاڪ آرام ڪندا هئا ۽ ٻيو سمورو ويلو اڪثر جي
ڀڃن ۾ سلو ڪندا هئا. هو ٧٥ ورهين جي ڄمار ۾ سال
١٨٨٩ع ۾ ديولوڪ پڌاريا. سندن ٻه فرزند ڀائي هوڄرام
صاحب ۽ ڀائي آتمارام صاحب هئا. ڀائي صاحب جي

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



واٽي سنڌيءَ ۾ گهڻي رچيل آهي، جنهن جي ڇپائڻ جي منع آهي. ڀائي صاحب کان پوءِ سندن وڏو فرزند ڀائي هريرام صاحب گاديءَ تي ويٺو. ڀائي هريرام صاحب جي نياز ۽ نينهن جي واکاڻ ڪيتري ڪري ڪيتري ڪجي. اول نوڪري ڪندا هئا، پر پوءِ نوڪري ڇڏي پنهنجي پتا جي خدمت ۾ رهيا. پنهنجي پتا جي ڏينهن ۾ يوگ ابياس ڪري رچي راس ٿيا هئا. ڀائي هريرام صاحب مسڪينيءَ جي مورت ۽ عشق جي صورت هئا. ڀائي هريرام کان پوءِ سندن ننڍو ڀاءُ آتمارام صاحب گاديءَ تي ويٺو. ڀائي آتمارام صاحب کانپوءِ ڀائي انندرام صاحب گادي نشين ٿيا، جي سال ١٩٢٧ع ۾ ديولوڪ پڌاريا.



## ڀائي کيمچند صاحب

ڀائي کيمچند صاحب حيدرآباد ۾ صوفي فقير ٿي گذريا آهن. هو بوهم گياني هئا. ڀائي صاحب ڪرپالاڻي گهٽيءَ جا چند عامل هئا. ڀائي صاحب کي ڀائي دلپت صاحب صوفي فقير جو سنگ ٿيو ۽ پوءِ هنن جا شش ٿيا. ڀائي صاحب دنيا جي ڌنڌي ۽ گوڙ بکيڙي ۾ اصل ڪونه پوندا هئا. سدائين پنهنجي گهر جي پرسان هڪ ننڍي اوطاق ۾ در بند ڪري ايشور جي ڀڄن ۾ گذاريندا هئا. اوطاق ۽ گهر جي وچ ۾ هڪ ننڍي دري هئي، جنهن دريءَ جي ڄاري تي ٻوٽي جي ڀ وڍي جو ٽڪر

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



۽ وٽيءَ ۾ سائي ڀاڄي سندس گهر وارا رکي ويندا هئا، جو ڪاٽي ڀائي صاحب پنهنجو وقت پڙهڻ ۾ گذاريندا هئا. سندن شادي ڪيل هئي. ڀائي صاحب بلڪل سنجهي هئا. هو چوندا هئا ته انسان سڄو مهنو ٻارهن آنن تي ڪاٽي سگهي ٿو. هو بلڪل سادي پوشاڪ پائيندا هئا. ململ جو چولو ۽ ململ جي ٽڪر جي ٽيهاڙي ۽ هول مٿي ۾، اها هئي سندن سياري ۽ اونهاري جي پوشاڪ. سندن اوطاق ۾ هڪ ٽڏو پيل هوندو هو، جنهن تي پراڻي گدي ۽ وهاڻو رکيو هوندو هو. ڪٽ يا هنڌ اصل ڪونه هون. سڄو ڏينهن هڪڙي موڙي پاٽيءَ تي هلندا هئا ۽ سنان به اُن مان ڪندا هئا. ڪاڌو به بلڪل سوڪم کائيندا هئا. دنيا جون ڳالهيون ڪونه ٻڌندا هئا. سندن اوطاق جو هميشه در پيو هوندو هو. ڪيترا ديوان ايندا هئا، جي بنا درشن ڪئي موٽي هليا ويندا هئا.

ڀائي صاحب وٽ ڀائي مولچند عاج جو واپاري، جو هن وقت اڃان حيات آهي ۽ جنهن پنهنجي سڀ ملڪيت دان ڪري ڇڏي آهي ۽ جو هودن ٻرهم گياني آهي، سو ايندو هو ۽ اچي پارس ڀاڳ ڀائي صاحب کي پڙهي ٻڌائيندو هو. ڀائي صاحب ڪڏهين ڪڏهين ڪرمنڊل کڻي چار پنج ڪلاڪ جهنگل ڏي هليا ويندا هئا. سندن شش منشي جيٺمل چناڻي هو. هنکي سچ جي ڪمائيءَ تي گذران ڪرڻ لاءِ اُپديش ڏيندا هئا ۽ رشوت وٺڻ کان منع ڪندا هئن. منشي جيٺمل چوندو هون ته سائين،

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



ويهن رهين ٿي سچي ڪٿنب جو ڪيئن گذران ٿيندو؛ تڏهين منشي چيتمل کي چوندا هئا ته ڀائيءَ جهڙي ڇڙي دال کاءِ، ڪڪڙ ۽ جانورن بدران جونءِ کاءِ، جانورن جو پيٽ ڀيءِ، پر رشوت کان پري رهه.

ڀائي صاحب ڀائي دليپت صاحب وٽ گهڻو ويندا هئا ۽ سنڌن واڻي گڏ ڪندا ويندا هئا. سدائين درد، رهندا هئا ۽ رکي رکي تڏا شيڪارا پيا پرايندا هئا ۽ چوندا هئا ته ڪيئن وهامندي، ڪيئن گذرندي.

هڪ دفعي سنڌن سڪيلڌي هڪڙي ئي پٽ مسٽر دهلانو مل جو ناظر هو، تنهنجو قضيئو ٿيو. اُن وقت گيان سروپ ڀائي صاحب وٽ آيا. آچا ڪائي ڪانه ڪنهين هئائون ته گيان سروپ ڀائي صاحب کي چيو ته مون کي ڀڪ لڳي آهي، مون کي ڪچڙي رڌي ڪارايو. ڀائي صاحب جهٽ گهر حڪم ڪيو ته ڪچڙي رڌي ڏيو. جا ڪچڙي جهٽ رڌي ويئي ۽ مردي ڪچڙ کان اڳي گيان سروپ کاڌي. مطلب ته ڀائي صاحب پورن برهم گياني هئا. ڀائي صاحب سال ۱۸۸۴ع ۾ ديولوڪ پڌاريا.



# ڀائي مولچند گيباڻي

ڀائي مولچند صاحب حيدرآباد ۾ هڪ سنت ۽ ودوان پرش ٿي گذريا آهن. سنڌن پتا جو نالو ديوان سڪاننند هو. هو حيدرآبادي عامل هو. ڀائي مولچند صاحب ۾

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



واقف هو. گرو جي واڻيءَ ۾ گهڻو صدق هوس. ..
گرو سندس پتا هو.

وٽن گهڻا ماڻهو درشن ڪرڻ لاءِ ايندا هئا، جي
سيپني سندس پنداري مان ڪاٽي ويندا هئا. پڪيت صاحب
يار ويس ۽ مهمانـواز هو. ڪامورن سان سندس گهڻي
صحبت هئي، جي وٽس گهڻو ايندا ويندا هئا.

پڪيت صاحب پنجاه ورهين جي اوستا ۾ سال ١٩١٧
۾ ديولوڪ پڌاريو. ڳوٺ ۾ سندس سماڌ صاحب آهي
جنهن تي پڪي جاءِ اڏيل آهي. سماڌ تي ميلو لڳندو
آهي. پڪيت ڪنوررام صاحب هاڻي پنهنجي گروءَ جي
سماڌ تي رهي ٿو ۽ جيڪو به اُن استان تي اچي رهي
ٿو، تنهنجي هو ٽهل سيوا ڪري ٿو. سدائين پنداروڪ
پيو آهي، جيڪو اچي سو کائي وڃي. سماڌ صاحب تي
هاڻي روز شبد ڪيرتن ٿيندو آهي.



# ڀائي ولائتراءِ صاحب

ڀائي ولائترام صاحب هالن پراڻن جا وينل هئا. سنڌ
وڏا عامل کتري هئا. ڀائي ولائتراءِ صاحب لاڙڪاڻي ضلع
جي قنبر تعلقي ۾ تپداري ڪندا هئا. هو صوفي متي ۽
هئا. تپداريءَ ۾ کين هڪ براهمڻ جي صحبت ٿي. هن
کين اُپديش ڏنو، جو ڪمائي هو رچي لعل ٿي پيا. ڀائي
ڀائي صاحب جي صحبت ۾ پيا ڪامورا به رنگجي ..

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



لاڙڪاڻي ضلع ۾ هزارين سندس شش هئا. پائي صاحب قد جا ڊگها ۽ بدن ۾ پتلا هوندا هئا. سندن پوشاڪ سادي هئي. مٿي تي پٽڪو ٻڌندا هئا ۽ سٿڻ سوڙهن پاچن واري پائيندا هئا ۽ بوچڻ ڪڇندا هئا. پائي صاحب سدائين "اوم" جو سواسن جي رستي جپ ڪندا هئا. پائي صاحب پنهنجن شش کي به "اوم" جو جپ سواسن جي رستي جپڻ جو اُپديش ڏيندا هئا. پائي صاحب گهڻن ششن کي "اوم" منتر جو جاپ جپائي نهال ڪري ڇڏيو هو.

نوڪريءَ کانپوءِ پائي صاحب پنهنجي ڳوٺ هالن پراڻن ۾ رهندا هئا. روهڙي، جهوڪ شريف ۽ سيوهڻ جي صوفي فقيرن جي ملاقات ڪرڻ لاءِ سال ۾ هڪ دفعو اوڏانهن ويندا هئا. سال ۾ هڪ دفعو قنبر طرف به ويندا هئا. شش نوڪريءَ جي وقت به گهڻا ڪيائون ۽ نوڪريءَ کانپوءِ به گهڻا انيڪ شش ٿيا. سڀ ڏينهن واڻ سان مڙهيل کٽ تي ويهي، لڪڻ ڌرتيءَ تي رکي، اُن تي مٿو رکي "اوم" شبد جو سواسن رستي جاپ ڪندا هئا. لڪڻ سدائين ساڻ هوندو هو. پائي صاحب وهنوار ۾ بلڪل پورا هوندا هئا. شريڪن سان شريڪن جهڙا هئا. شاديءَ غميءَ ۾ وٽن ايندا ويندا هئا. جيڪي وٽن ايندا هئا تن کي کٽن تي وهاريندا هئا ۽ ڪنهن کي به هيٺ نه وهاريندا هئا.

حيدرآباد جا عامل ديوان ڪلاچند صاحب سروپسو

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



۽ ديوان جهيٺراءِ هاسو مل صاحب سرويئر شهدادپوري
ڀائي صاحب جا شش هئا. ڀائي صاحب جي هنن ٻنهي
تي گهڻي مهر جي نظر هئي. ديوان جهيٺراءِ کي پٽ
هو، جو گذاري ويو. هن ڀائي صاحب کان ٻيو پٽ پنهنجي
ورتو. ڀائي ديارام ٽپدار سيوهڻ وارو به سندن شش آهي،
سريو ڇڏڻ وقت سندن اوستا ٧٠ ورهين جي هئي،
سال ١٨٨٧ع ۾ ديولوڪ پڌاريا. سريو ڇڏڻ وقت ڀرائين
هالن کان سيوهڻ نڪري آيا. سيوهڻ ۾ سندن شش
ڀائي ديارام ٽپدار بيمار هو، تنهن کي جيوت ڏيئي پاڻ
سريو ڇڏڻ جو رايو ڪيائون. ڪنهن کي به اِن ڳالهه جو
انت نه ڏنائون. سيوهڻ مان آيا لاڙڪاڻي ۽ اُتي رات
به نه ٽڪيا. رات جو رات ۾ لاڙڪاڻي مان ڇڪرو ڪري
قنبر ڏانهن روانا ٿيا. پنهنجن ششن کي اُنوقت اشاري
طور چيائون ته جيڪڏهين ڪو پرديسي اوهانجي ڳوٺ
۾ سريو ڇڏي ته اُنجي اوهين شاستر موجب ڪريا ڪرم
ڪريو يا نه؟ ڀائي صاحب اُن ڏينهن پنهنجي پياري شش
ڀائي جيوت سنگهه جي گهر ۾ ٽڪيل هئا ۽ هنکي رات
جو چيائون ته اڄ اڌ رات اسانجي موڪلاڻي آهي، اوهين
سڀ سامگري تيار ڪري رکجو. اڌ رات جڏهين ٿي،
تڏهين ڀائي صاحب، ڀائي جيوتسنگهه کي اُٿاري چيو ته
زمين تي ليپو پاءِ ۽ جوت ٻر چيت. پوءِ هنڪان اُچي چادر
وٺي اُن هنڌ ليٽي پيا ۽ "اوم" جو جاپ اُچاريندي
جوتي جوت سمائجي ويا.

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



قنبر شهر ۾ پائي صاحب جي سماڌ ٺهيل آهي. ڏياريءَ تي ٿي ڏينهن سماڌ صاحب تي وڏو ميلو لڳندو آهي ۽ ڀڳت وهندي آهي، جتي سڀ شش پائي صاحب جا اچي ڪٺا ٿيندا آهن.



# مهراج ڏيو جيرام صاحب

مهراج ڏيو جيراج صاحب وڏا تيجسوي براهمڻ برهم گياني ۽ ايشور جا نيج ڀڳت ٿي گذريا آهن. مهراج جن جو جنم سنبت ١٨٨٩ ڌاري شهر لکپت ڪڇ ملڪ ۾ ويدي ماجوي شاخا ڀاردواج گوتر پشڪرڻا وياس ڪل ۾ ٿيو هو. سندن پتا جو نالو مهراج ليلاڌر هو. مهراج ليلاڌر لکپت مان لڏي سنڌ ديش جي شهر ٽنڊه الهيار ۾ اچي ويٺو. مهراج ڏيو جيرام سنبت ١٩١١ ڌاري حيدرآباد ۾ رهي سنسڪرت وديا جو اڀياس ڪيو. مهراج جن جو وهانءُ ڪيل هو ۽ هنن کي هڪ پٽ ۽ هڪ نياڻي هئا. سنبت ١٩١١ ۾ مهراج جن ٢٢ ورهين جي ڄمار ۾ تيرٿ ياترا ڪرڻ لاءِ گنگا تي پيرين پياده ويا. تيرٿن تي رهي مهراج جن جي وري ڳوٺ موٽي اچڻ جي مرضي نه ٿي. ڪنکل ۾ وديا جو وڌيڪ اڀياس ڪيائون. تنهن کانپوءِ تيرٿ ڪندا هماليه جبل جي ويجهو اُتر ڪاشيءَ ۾ هڪ مهاتما جي صحبت ڪيائون. اُتر ڪاشيءَ ۾ شينهن ۽ ٻين جهنگلي جانورن، نانگن ۽ بلائن کان نرڀؤ ٿي گهور تپسيا

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



ٽيهن سالن کان ساڳي هلندي اچي. ڀائي صاحب جن جو ڪلام گهڻو رچيل هو ۽ اُهو سمورو هٿ اکرين لکيل هو، جو ٽرنڪ ۾ پيل ريلوي مسافري ڪندي چورائجي ويو. سندن اوستا هن وقت ٧٤ ورهيه ٿيندي.



# سوامي ٽيئون رام صاحب

سوامي ٽيئون رام صاحب ڳوٺ ڪنڊو تعلقه هالا ۾ تاريخ ٤ آکاڙ ١٩٤٤ برابر ٤ جولاء ١٨٨٧ع جي جنم ورتو. سندن پتا ڀائي چيلارام صاحب ۽ سندن ماتا ڪرشنا ٻائي هئا. سوامي ٽيئون رام صاحب جو پتا ۽ ڏاڏو هري جن هئا ۽ سٺ سنگ ڏانهن سندن لاڙو هو. ساڌن ۽ سنتن جي گهڻي قدر شرڌا سان ٽهل شيوا ڪندا هئا. سوامي ٽيئون رام صاحب پنهنجي پتا جي صحبت ۾ ننڍي هوندي ئي ايشور پرائڻ ٿيا. ننڍي هوندي پراتهه ڪال جو اُٿي ماتا ڪرشنا کي چوندا هئا ته هي شبد چؤ، جنهنجي پهرين تڪ آهي ”تن ۾ لاڳي شبد ڪي چوٽ.“ جڏهين وڏا ٿيا، تڏهين سندن پتا کين پنهنجي هٽ جي سنڀال ڪرڻ لاء ڇڏي، ٻاڻ ٻنيء جي ٻوڪ جي سنڀال ڪرڻ ويندا هئا. جڏهين ڪو ساڌ فقير اچي اُن هٽ وٽان لنگهندو هو ته اُن کي سوامي ٽيئون رام صاحب اَن ۽ ٻيون شيون دان ڪري ڇڏيندا هئا. اِهـا هلت ڏسي سندن پتا کين هٽ تي وهارڻ جي ٻجر ڇڏي

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



ڏني. سوامي جن جو ويراڳ ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو. سوامي جن گهڻو وقت جهنگل ۾ گذارڻ لڳا. ويراڳ ورتيءَ ڪانپوءِ سائين لوڪ آسورام صاحب وينل هالن پراڻن وارن کان گرمنتر ۽ اُپديش وٺي آتم لاڀ حاصل ڪيائون. جڏهين سوامي جن ويهن ورهين جا هئا، تڏهين سندن



سوامي ٽيئون رام صاحب

ڀڳت ڪوال داس

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



پتا چالاڪو ڪيو. سوامي جن لکڻ پڙهڻ اصل ڪو نه سکيا. اُنهيءَ هوندي به سندن انڀوَ ايتري قدر کليل آهي، جو سندن رچيل واڻي پڙهي ۽ ٻڌي سڀ سنگي حيرت ۾ پئجي ٿا وڃن. سندن من موهيندڙ واڻي پريم سان ڀرپور آهي، جا ٻڌي سوين ماڻهو سندن نالي تان ٻلهار پيا وڃن. جلد ئي سوامي ٽيئون رام صاحب اُتر طرف سکر ضلع ۾ سرحد سنڌ ڏانهن رٿن ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتا. جنهن جنهن ڳوٺ ۾ ويندا هئا اُتي لوڪن ۾ رام نام ۽ ايشور ڀڳتيءَ جو پرچار ڪندا هئا. پراتهه ڪال ۽ شام جو ڀڄن ڪندا هئا، جنهن ۾ گهڻو ڪري پنهنجي رچيل واڻي چوندا هئا. سوامي جن جي ننڍي پاءِ سوامي گوال لعل صاحب کي ٻه ڀڳتيءَ ۾ اچي پريم جاڳيو، جنهن پڻ ڪو به ڏنڊو اختيار نه ڪري سوامي جن جي اوٽ ورتي ڪانٽن نام جو اُپديش ورتو.

ڇهن مهنن جي رٿن ڪرڻ ڪانپوءِ سوامي جن ۽ سندن شش پنهنجي ڳوٺ ڪنب ۾ آيا. اُتي ڏهه ڏينهن ترسي سنت مينگهورام جي جوڙ ميل تي ويا. اُتان ٿي ٽنڊه آدم ۾ ٻنپهرن جي گرميءَ جو وقت هڪ شوالي ۾ ڪاٽيائون. ٽنڊه آدم جو ڀائي مولچند سنتن جو ٻڌي وٽن آيو ۽ وينتي ڪيائين ته هلي پرساد اسان جي گهر ۾ وٺو. سوامي جن ٻه ڏينهن اُن ڀائيءَ جي گهر ۾ ٽڪيا ۽ ٽئين ڏينهن شام جو ٻاهر پسار ڪري نڪتا ۽ شهر جي ڏکڻ طرف جهنگل [illegible] ڪيائون، جتي واريءَ جون

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



پٽون لڳيون پيئون هيون. مٿي پٽن تي چڙهي ڏٺائون ته آس پاس خوش نظارو ڏسڻ ۾ آين ۽ هوا جي هير ٿڌي ۽ وڻندڙ پئي لڳي. سوامي جن اُتي ئي هڪ آستان ٺاهي ويهي رهيا. سواميءَ جن لوڪن ۽ ڀڪتارا پائي مولچند جي گهران گهرائي ورتا. ڪجهه وقت پڌري پٽ تي گذاريائون، پر پوءِ نيٺ ڪکاين جهوپڙيون اڏي اُنهن ۾ رهڻ لڳا. ٻٻر جي پرسان پاٽيءَ لاءِ کوهه کوٽايائون، جتان مٺو ۽ سيتل جل نڪتو. پڇن جي پرچاءَ ڪري آس پاس ۽ ٽنڊي آدم جا ماڻهو اچڻ لڳا ۽ روز مره خلق جي پير لڳي پيئي هوندي هئي. اها ڳالهه ٽنڊي آدم جي ٻاون ۽ ٻانيڻن کي نه وڻي ۽ هنن جي دل ۾ ايرکا پيدا ٿي. سمجهيائون ته اسانجو روزگار بند ٿي ويندو ۽ تنهنڪري شهر ۾ گوڙ ڪرڻ لڳا ۽ چيائون ته جيڪو ساڌن وٽ ويندو تنهن سان اسين سمورو لاڳاپو لاهي ڇڏينداسون. پر عام ماڻهو اهو ٻڌن ڇو ٿا. ٽنڊي آدم جي ٻاون ۽ ٻانيڻن جڏهين ڏٺو ته ماڻهو اسانجي نٿا ٻڌن، تڏهين خارن وچان هلايائون ته هي ساڌ نه آهن، پر چور آهن ۽ شهر جي ڪن شاهوڪارن کي پاڻ سان شامل ڪري نواب شاهه جي ڪليڪٽر کي درخواستون ڪيائون ته هي چور آهن، جي ڏينهن جو ساڌن جو ڀيک ٿا ڪن ۽ رات جو ڪاٽ ٿا هڻن ۽ سرڪار جي برخلاف قطع تعلقات پيا ڪن. ڪليڪٽر حڪم ڪيو ته ساڌن کي اُتان لڏائي ڪڍ جي. اهو حڪم ٻڌي ٻاوا ٻانيڻ ڏاڍو خوش ٿيا ۽

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



سانڌڻ جون جهوپڙيون ۽ ٻيا جيڪي به هئا، سي سڀ
ساڙائي ڇڏيائون. باقي ٻه ٽي جيڪي هئا، سي به سڀ
ڪٽي ويا. انهيءَ حالت هوندي به سوامي جن کي ڪو
هرک شوک ڪونه ٿيو. پاڻ ۽ سندن شش ٻاهر کليءَ ميدان
۾ سالگيون ڀڄن پاٺ ڪندا رهيا. سوامي جن جي شش
ڪليڪٽر جي ڌيان تي سموري سچي حقيقت آندي ته
سوامي جن پورڻ ڀڳت آهن ۽ هي فقط ٻاون ۽ ٻانيڻن جو
حسد ۽ ايرکا آهي. ڪليڪٽر پاڻ چڙهي سرزمين تي
آيو ۽ سوامي جن کي تحقيق پورڻ ڀڳت ڄاڻي کين انهيءَ
ساڳيءَ هنڌ سٺ ايڪڙ زمين جا هميشه لاءِ بنا مالڪاڻي
ڏنائون. اُن ڀٽ تي هڪ وڏي شاهي عاليشان دربار ٺهيل
آهي، جتي سوامي جن جا ٥٠-٦٠ سنگي ۽ چيلا رهن ٿا.
رات ڏينهن ڀڄن پاٺ جي موج لڳي پيئي آهي. ڀٽ جي
هيٺان هڪ باغ جو ٽڪر پڻ ٺهيل آهي. اهو آستان ۽ باغ
سنتن پنهنجن هٿن سان ٺاهيو آهي.

سوامي جن کي هڪ آستان ڦليليءَ تي شهر حيدرآباد
۾ آهي، جتي سوامي جن سال جو ڪجهه وقت گذارين ٿا.
سوامي جن جا اٽڪل ٽي سؤ عمدا شبد ۽ ڀڄن ڀڳتي، گيان ۽
ويراڳ سان ڀريل رچيل آهن، جن جو هڪ پستڪ ڇپيل
آهي. سوامي جن کي ايشوري ڏات آهي ۽ هنن جو انيڪ ڪليل
آهي، جنهن جي وسيلي هنن پنهنجي سندر ۽ رمڻيڪ واڻي
رچي آهي. سوامي جن جي حالت چلت بلڪل سادي،
۽ خيال بلڪل اوچي درجي جا آهن. سندن ٻڌي تيز

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



آهي. اُنهيءَ وري اهڙو ته ڪليل اٿن، جو ڪيترا برهم گياني ۽ مهاپرش ساڻن گيان گوشٽ ڪندا آهن. دل جا به ڪي درياهه آهن، جو ڪيترن اناٿن ۽ محتاجن کي دل گهريو دان ڏين ٿا. مهمان نواز به هڪڙائي آهن. آئي وئي کي آدر ستڪار ڪري ڀوڄن ڪارائڻ کان سواءِ هرگز نه ڇڏيندا آهن.

سوامي جن جهڙا پراپڪاري ۽ پورن ڀڳت ڪي ڇڏا لڀندا. سندن ڳائڻ جي مزاج اهڙو ته ماڻهن جي دلين تي اثر ڪيو آهي، جو ڏينهون ڏينهن سندن شش وڌندا رهن ٿا. اُنهن مان ڪيترن پنهنجي جيوت سوامي جن جي سنگ ۾ رهڻ ڪري سڦلي ڪئي آهي. هو جڏهين ايشور پرائڻ تي موج ۾ اچي ڳائين ٿا، تڏهين سندن ڳائڻ ٻڌڻ وٽان آهي.



# ڀائي مولچند مينگهراج

ڀائي صاحب ڪرپالاڻي آکهه جا خدابادي ڀائيبند آهن. سندن جنم سنبت ١٩٠٦ وڪرميءَ ۾ ٿيو. سندن پتا مکي صاحب جي ڪوٺيءَ تي پگهاردار هئا. ڀائي مولچند صاحب پاڻ به ٤٠ رپين پگهار تي مکي صاحب جي ڪوٺيءَ تي ڪاڳري هئا. اُس سمي سان ڀائي کيمچند صاحب ڪرپالاڻيءَ جي درشن لئي ويندا هئا. هڪ ڏينهن جي ڳالهه ٿا ڪن ته ڀائي کيمچند صاحب فرمائين

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI


ٿيندو هو تنهنکي خاڪ چٽي ڏيندو هو، جا بيمار جي
بدن تي لڳائڻ سان هو چڱو ڀلو ٿي پوندو هو.

ڀائي صاحب سال ۱۹۱۱ ڌاري تاريخ ۲ آڪاڙ تي
ستر ورهين جي اوستا ۾ سرڳ چڙهيو. ٽنڊه جام اسٽيشن
جي اُتر طرف سندس سماڌ آهي، جتي هر سال ۲ آڪاڙ
ڪان وٺي ٽي ڏينهن ساندهه شاهي ميلو وڏي ڌام ڌوم
سان لڳندو آهي. سندس چيلو ڀائي ٺاڪرسنگهه ايشور
جو پيارو ۽ ڌرماتما ساڌو ٿيو، جنهنجو پڻ سنت تي
چالاڻو ٿيو.



# ڀڳت ٽڪيارام صاحب صوفي

ڀڳت ٽڪيارام صاحب ڳوٺ ٽنڊه قيصر تعلقه حيدرآباد
۾ وڏو ڀڳت ٿي گذريو آهي. ڀڳت صاحب صوفي مت
جو هو. سندس وڏا اصل مارواڙ جا هئا، جي ڏڪار
سبب سنڌ ۾ آيا هئا. هننکي نواب قيصر خان پنهنجن
حويلين جي ڀريان ميدان ۾ جهو پڙيون اڏائي ڏنيون هيون.
ڀڳت ٽڪيارام جو پيءُ ڀڳت ڏيرو هو. نواب قيصر خان
کي ڏيري ڀڳت جو سياءُ پسند آيو، تنهنڪري مٿس ڏاڍو
پيار ٿي ويس. ڏيرو ڀڳت کي پٽ سنتان ڪونه هو. هڪ
دفعي خليفو سائين ميان يوسف شاه جهوڪ ڌڻين جو
نواب وٽ ٽنڊه قيصر ۾ آيو. نواب صاحب جي ٻانهين مان
ڏيرو ڀڳت جي استريءَ کي خبر پيئي ته شاه صاحب
وڏيءَ سگهه جا ڌڻي آهن ۽ سندن دعا سان گهڻن کي

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



پٽ ٿيا آهن. اها ڳالهه ٻڌي مائيءَ پنهنجي پتيءَ ڏيرو ڀڳمت کي پاڻ سان ورتي، وڃي سائين جن کي پٽ جو سوال ڪيو. سائين يوسف شاهه ڏيرو ڀڳمت جو عرض قبول ڪيو ۽ هن کي چيو ته ٻه پٽ ٿيندئي، وڏي جو نالو ٽڪيو ساڻ رکجو ۽ ننڍي جو موتي. ٻهري ان ٻار ڄڏهين ڄميو، تڏهين اسانکي گهرائجو ۽ جيستائين اسين اچي ٻار کي ڏسون نه، تيستائين ٻالڪ کي ماتا جو کير نه ڏارائجو.

پوري ڏهين ٻجي مهل پوئين صبوح جو ٻالڪ ڄائو ۽ اوڏي مهل سائين يوسف شاهه ڏانهن ماڻهو موڪليو ويو. سائين آيا ۽ اچي ٻالڪ جي مٿي تي هٿ ڦيرايائون ۽ کير ڏارائڻ جي اجازت ڏنائون.

ڏيري ڀڳمت جو هڪو نشڇو شاهه قلندر ميران پور جي ميڙ ۾ هو. هو سترهين تاريخ هر ڪنهن سنڌي مهني جي جهوڪ شريف ويندو هو. ڄڏهين جهور ٻڍو ٿيو تڏهين هنکي حڪم ٿيو ته ڏيرو ساڻ، تون اڳتي سترهين پاڻ وٽ ڪندو ڪر، اسين تو وٽ سترهين رات هميشهه گپت سروپ ۾ ايندا سون ۽ هتي جهوڪ شريف ۾ ٻئي ڏينهن تي ايندا سون. اڄ ڏينهن تائين ڀڳمت ٽڪيارام جو اولاد سترهين ڪندو آهي.

ڀڳمت ٽڪيارام صاحب ننڍي کي هولدي دوڪان جي ڪرت ڪندا هئا. هڪ چاندل مائي ڀڳمت ڏيرو جي اچي چيلي ٿي. مائي ڏاڍي ٻري ماڻ هئي. ڏاڍي صحبت ڪيل هئي هوءَ يوگ ابياس ۾ ڪندي هئي.

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



ڀڳت ڏيئو ۽ جڏهين چولو ڇڏيو، تڏهين ڀڳت ٽڪيار صاحب ننڍو هو. مائي چاندل کين پالي وڏو ڪيو ۽ ڀڳت صاحب کي ڀوڳ جي وات ۾ سيکاريائين.

ڀڳت ٽڪيارام جڏهين وڏا ٿيا، تڏهين جهنگ ۾ ۽ راتين جون راتيون گذاري ڀوڳ ابياس ڪرڻ ويندا هئا. جڏهين صبوح جو اُتان موٽندا هئا، تڏهين ڳوٺ جي هڪ مائي کين سڏي پاڻوٺ وهاري نيرن ڪائڻ لاءِ ڏيندي هئي، پر ڀڳت صاحب کائيندا ڪجهه به نه هئا باقي ٿڌو پاڻي جام پيئندا هئا. روز مره اها هير ٿي وئي. ڀڳت ٽڪيارام صاحب جن جا شرڌالو سک گهڻيئي ٿيا. حيدرآباد جو ديوان نئڻ سکداس به وٽن سترهين ۽ تي ويندو هو. هنجي منجهن گرو ڀاونا هئي. هو ڀڳت صاحب کي حيدرآباد ۾ وٺي اچي واڌواڻي گهٽيءَ جي ٽڪاڻي ۾ رهائيندو هو. ساڻن ڏهه ويهه ساڌ گهوڙن سوڌا اچي لهندا هئا. رات ڏينهن شبد ڪيرتن جي لولي لڳي پيئي هوندي هئي. ڀائي ڪيشورام صاحب صوفي، ڀائو ڪرپارام صاحب ناڻگو مسند ۽ ڀائي ڪشنداس صاحب ڀڳت ٽڪيارام صاحب وٽ حلوي ۽ پتاشن جا ٿالهه کڻي ايندا هئا. ديوان نئڻ سکداس جي ڏاڍي گهڻي شرڌا ڀڳت صاحب ۾ هئي، هو سدائين سندن ناليءَ وڪاڻا وتندا هئا. سترهين ۽ تي ٽنبي قيصر ڀورين ڀنڊ ويندا هئا.

ڀڳت صاحب ايشور جو شبد وڏي موج ۾ اچي ڳائيندا هئا. جڏهين شبد ڳائيندا هئا، تڏهين سندن

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



منهن سورج وانگر پيو چمڪندو هو ۽ اکه سندن ڳاڙهي لعل هوندي هُئي.

جڏهين پڳت صاحب ديولوڪ پڌاريا، تڏهين سندن پٽ پڳت منگهنداس سندن پنڊارو ڪيو. ايتري خلق آئي جو سيڊو سامان جو ٽن ويلن جو هو، سو هڪ ويلي تي ئي کپي ويو. رات جو پڳت منگهنداس صاحب خيال ۾ پيا ته سيڊو باقي ٿورو وڃي بچيو آهي، خلق جڻن پوءِ ٽڻن وڃي ٿي وڌندي، ڪيئن پوري ٿيندي. سويل صبوح جو ٽنڊه قيصر مان هڪ مائي پڳت صاحب وٽ آئي ۽ اچي چيائينس ته رات جو پڳت ٽڪيارام صاحب مونکي سپني ۾ درشن ڏيئي فرمايو آهي ته مان توکي اچي پڌايان ته تون منجهه ڪين. پڳت صاحب جي گيروءَ رتي چادر ڏوئي ديگ تي وجهي پوءِ ڪرموءِ ساڌ کي کڻي ديگ تي وهارج ته اهڙي برڪت ٿيندي جو رهجي ايندي. ٿيو به ائين. مطلب ته سنت سدائين قائم آهن. پڳت صاحب جي سماڌ سندن دواري کان ٿورو پنڌ پري هڪ زميندار جي. پٽيءَ جي وچ ۾ آهي. پٽيءَ جي مالڪ پاٽيهي صدق رکي اتي نهرائڻ جي اجازت ڏني. پائي ٽڪيارام صاحب کانپوءِ سندن پٽ پائي منگهنداس گاديءَ تي ويٺا. سندن چيل شبدن مان هڪ هيٺ ڏجي ٿو:-

سڄڻ گوبندا پولڻ گوبندا ميرا محبوب
سرو گهٽ پورڻ صورت خوب

www.aakashasswani.blogspot.com

Scanned / Digitized by: AAKASH ASSWANI



١- تيرٿ نہ جائون ڪيڏار نہ جائون - گھر ويٺي پاوون
٢- جھلڪس جھلڪس پرسي نور - سرپر صاحب ميرا
٣- ڪھس ٽيڪچند ديو مراد - تن من ڌن ساڌن



# ڀائو ڏيانداس صاحب

ڀاوه ڏيانداس صاحب ڀاوه لڇمڻداس صاحب وڏا چيلا هئا. ڀائي لڇمڻداس صاحب کين پنهنجي حيدرآباد جي کياڻتي ٽنڊه واري مڪان جي سنڀال مقرر ڪيو هو. ڀاوه ڏيانداس يوگيشور ڪلاڌاري پرش هئا. سدائين لڪل رهندا هئا. هو ڪرامت سائين هئا، پر ڪڏهين ڪرامت نہ ڏيکاريائون. ڀاوه ڏيانداس صاحب اصل اُتر هندستان ايوڌيا پريءَ جا و هئا. ويشنو برهمڻ ڪل جا هئا. جڏهين ١٤ ورهين ڄمار جا ٿيا، تڏهين مائٽن کان موڪلائي سنسار پر ڪرڻ ۽ تيرٿ ياترا ڪرڻ جو خيال ڪري گهران نڪ رستي تي هڪ اُداسي ناڱن جي ٽولي هئي ڪي جنهن سان شامل ٿي هي بہ تيرٿ ياترا ڪرڻ نڪ بدن تي اُن وقت ڀافتي جو ڍڳهو چولو ۽ هڪ ڌو پيل هيئي. اُداسي ناڱن وانگر گيڙو رنا ڪپڙا ڪ پاتائون. اُن ٽوليءَ جي مهنت جي، ڀاوه صاحب ديا هئي. اها سنتن جي ٽولي سڄي هندستان جو گش ڪرڻ لڳي هئي، هن مراد سان تہ ايشور جي ليلا

www.aakashasswani.blogspot.com